## حصو الف ( گهڻ چونڊائي سوال)

سوال1. هيٺين مان صحيح جواب چونڊيو.

1. دنيا ۾ اوهان جي ــــ کان وڏيڪ ڪا به شيءِ نه آهي.
   (الف) صحت (ب) عادت (ج) ضمير (د) طاقت
2. مولانا وفائي ، مولوي غلام عمر جي مدرسي ۾ ــــ جي تعليم حاصل ڪئي.
   (الف) سنڌي (ب) فارسي (ج) انگريزي (د) انهن مان ڪو به نه
3. ازرق جي معنيٰ آهي ــــ رنگ.
   (الف) نيرو (ب) ڳاڙهو (ج) ناسي (د) ڪارو
4. ميرن جي قلعي ۾ ــــلڳي پئي هئي.
   (الف) رش (ب) رونق (ج) محفل (د) سانت
5. ڪينجهر هڪ بهترين ــــ آهي.
   (الف) تفريح گاهه (ب) يادگار (ج) ڍنڍ (د) جڳهه
6. اسلام ۾ ــــ کي خاص اهميت ڏنل آهي.
   (الف) امن (ب) اتحاد (ج) پائيچاري (د) انهن مان ڪو به نه
7. شاعر جان جو جياپو ــــ کي ٿو سڏي.
   (الف) دولت (ب)طاقت (ج) وطن (د) انهن مان ڪو به نه
8. سنڌي الف ، ب ــــ جي دؤر ۾ ٺهي.
   (الف) سومرن (ب) ڪلهوڙن (ج) انگريزن (د) مغلن
9. وتائي فقير جو تعلق ڪهڙي شهر سان هو.
   (الف) پٽ شاهه (ب) سيوهڻ (ج) هالا (د) انهن مان ڪو به نه
10. ملڪن جا تڪرار ــــڪورٽ نبيريندي آهي.
    (الف) هاءِ (ب) سپريم (ج) اسلامي (د) بين الاقوامي
11. قاضي قاضن ــــ جي دؤر جو شاعر هو.
    (الف) سومرن (ب) انگريزن (ج) سمن (د) ڪلهوڙن
12. اتحاد قومن کي حياتي ۽ ــــ بخشي ٿو.
    (الف) حوصلو (ب) تازگي (ج)همت (د) انهن مان ڪو به نه
13. ــــ جي معاملي ۾ خداوند تعاليٰ کان ڊڄندر رهو.
    (الف) غلامن (ب) اولاد (ج) مائٽن (د) عورتن
14. مائي خيري کي خيرات ڪرڻ ۾ ڏاڍي ــــ ٿيندي هئي.
    (الف) ڏکيائي (ب) تڪليف (ج) خوشي (د) پريشاني
15. هميشه ــــ ڳالهائجي.
    (الف) ڏاڍيان (ب) آهستي (ج) ٿورو (د) انهن مان ڪو به نه

## حصو ب ( مختصر جواب جا سوال)

نوٽ. هيٺين سوالن مان ڪن 9 سوالن جا جواب ڏيو. هر سوال تي 04 مارڪون رکيل آهن.

سوال2. پاڪ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم جي آخري حج کي ”حجته الوداع“ ڇو ٿو چيو وڃي؟

سوال3. مائي خيري ڪڏهن وفات ڪئي ۽ سندس مقبرو ڪٿي آهي؟

سوال4. اجرڪ جن شهرن ۾ ٺهي ٿي انهن مان صرف ڇهن شهرن جا نالا لکو.

سوال5. مولانا وفائي جي ننڍپڻ بابت اوهان کي ڪهڙي خبر آهي؟

سوال6. ڇهن موسمن جا نالا لکو.

سوال7. عربن جي دور ۾ سنڌي ادب جا ڪهڙا اهڃاڻ ملن ٿا؟

سوال8. سليم ۽ ارشد ڏاڙيلن جو خاتمو ڪيئن آندو؟

سوال9. اپ ۽ پون ڪنهن خلقيا آهن؟

سوال10. هيٺين لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو.

حقارت سهڪار گهر جائو بچاءُ

سوال11. هيٺين اصطلاحن جي معنيٰ لکو.

گوءِ کڻي وڃڻ هڙان ڏيڻ نالو ڳائجڻ ڳڻ ڳائڻ

سوال12. هيٺين لفظن جا ضد لکو.

گوڙ ڏاريا عوام نيڪي

سوال13. اسم خاص جي تعريف ڪريو.

## حصو ج ( تفصيلي جواب جا سوال)

نوٽ. هيٺين سوالن مان ڪن به 3 سوالن جا جواب ڏيو. هر سوال تي 08 مارڪون رکيل آهن.

سوال14. ڪنهن به هڪ تي مضمون لکو.

اسان جو اسڪول حجته الوداع ٻڌيءَ ۾ طاقت آهي

سوال15. پنهنجي اسڪول جي هيڊ ماسٽر کي بيماريءَ سبب ٽن ڏينهن جي موڪل جي درخواست لکو.

يا

پنهنجي دوست کي خط لکو ته گرمين جون موڪلون اوهان ساڻ گڏ گذاري

سوال16. هيٺين شعرن جي سمجهاڻي لکو.

(الف) اسان جي قوم کي آزاد ڪر، قرض ۽ مرض کان
اسان جي قوم کي آباد ۽ دلشاد ڪر مولا

(ب) وٺ جان ۽ دل سان خاڪساري ء جي واٽ
نوڙي هل جي تو کي بلندي گهرجي !

سوال 17. سبق ” نصر پور“ جو خلاصو لکو. يا

هفت زبان شاعر سچل سرمست جي زندگي تي نوٽ لکو.

سوال18. سنڌي ۾ ترجمو ڪريو.

(الف) میں غریبوں کی مدد کروں گا
(ب) آپ اپنے فرائض بے خوفی سے سرانجام دیتے رہیں
(ج) حکومت بہت سے اسکول چلا رہی ہے۔
(د) ہمیں عتیق صاحب سندھی پڑھاتے ہیں